# سُر ڏهر

داستان پهريون

1

ڪَرِ ڪي ڳالَهڙِيُون، ڪَنڌا! ڍورَ ڏَٽِيُنِ جُون؛
ڪِئَن سي راتَڙِيُون، ڪَنهِن پَرِ ڏِينهَن گُذارِئين؟

2

جان تو هُئَڙو سُورُ، ڪَنڌا! ڍور ڏَٽِيُنِ جو؛
مٿي لامُنِ ٻُورُ، مورِيءَ مَڃَرَ نه ڪَرِئين.

3

ڪَنڌا! تُون ڪيڏو، جَڏهِن پَرِيو ڍورُ وَهي؟
جَسودَنِ جيڏو، تو ڪو گَڏِيو پَهِيَڙو؟

4

سَڄُ ڪِ سُڪو ڍورُ، ڪنڌِيءَ اَڪَ ڦُلاريا؛
جُنگَنِ چَڏِيو زورُ، سَرُ سُڪو، سُونگي گَيا.

5

سُڪِي ڍورُ ڍَيُون ٿِيو، ڪنڌِيءَ ڏِنو ڪائو؛
سو پاٽي پَٿِيهَلَ ۾، اَڳِيون نه آيو؛
ماڙُه نِ ميڙائو، ڪَنهِين ڪَنهِين پيٽِئِين.

6

ڍورُ نه اَڳِينءَ ڍارَ، مهَندِ مَلاحَنِ لَڪِيو؛
موڙي چوڙِيا مَڪُڙا، پَسِي پاٽِيءَ پارَ؛
جَسودَنِ جيها يارَ، پِيَڙا وِيرَ وِماسَ ۾.

7

جان واهُڙَ ۾ وَهُ، تان تون، مَڇَ! نه موٽِئين؛
ڪائي ۾ ڪوه ڪَرِئين، پوءِ موٽَڻَ جو پَهُ؟
سِرَ مَٿي تُون سَهُ، مَهِميزُون مَلاحَنِ جُون.

8

جان جَرُ هُئَڙو جالَ، تان تُون، مَڇَ! نه موٽِئين؛
پَوَنڊِيَءِ اَڄ ڪِ ڪالَ، سانپويُون سانگِنِ جُون.

9

جان جَرُ هُئَڙو سِيرَ، تان تُون، مَڇَ! نه موٽِئين؛
آڏا اَڏي ڪِيرَ، گهٽَ به جَهلِيَءِ گهاٽُئين.

10

مَتو آهِين مَڇَ! ٿُلهو ٿو ٿُونا هَٽِين؛
جا تو ڏِنِي اَڄَ، تَنهِن پاٽِيءَ پُنا ڏِينهَنڙا.

11

ڪُنڊِي ڪَلِيُنِ وِچَ ۾، جَڌهِن هَنيائُون؛
موتِ نه مارِيائُون، ڏورِ ڏئي وِيا ڏُکَ جِي.

وائي

لايَءِ جا وَڙنَ کي، سا ڪانڌَ! مُنهِنجي ڪورا.
ماءُ! مارِيندَمِ ڪَڌهِين، هِنَ ٻِرِينءَ جي هورا؛
اَچَنِ پِرِين پَپَڪِيا، ڪَرَ ٻاپِيهو جِئَن مورا؛
سيٽِين سِرڪَندُ سَپَجي، ٻِيو عَطُرَ پِرِين اَتورا؛
چَپَرُ ڪَٿُورِي ٿِيو، ٻِي تازِي ڦُلَنِ ڦورا؛
اَلا! عَبْدُاللَطِيفُ کي، سانوَل ميڙِ سَنپُوڙا.

داستان پيو

1

مَدِيني جا مِيرَ! سُڻُ مُنهِنجا سڏَڙا؛
سَرَڻِ تُنهِنجي سِيرَ، تُون پارِ لَنگهائِيين پيَڙا.

2

ڏَٽِي! سو وارِئين واءُ، جو ميڙائو سَچَٽِين؛
وَهِيءَ واٽَ مَٿاءُ، هِنئَڙي آسَرَ مَ لَهي.

3

نيڻَ جي نِهارِينِ، سي اَڄُ نه اوٺِي آئِيا؛
هَنجُون نه هارِينِ، پاٽِي پُنهُونءَ جامَ ري.

4

نيڻَ نِهاري مُنهِنجا، روئِي ٿِيا رَتُ؛
پُنهُونءَ هوءِ پَهَتُ، ته پارِي نِيَنِ پاڻَ سين.

5

َاڄُ اَڳَڻُ ڪيڻانِ، آسَرَ لَڳِي سورِيانِ؛
ڏُونگرِ ڏِينهَن لَڳانِ، مانَ وَرِڪَنِ سُپِرِين.

6

اَللهَ جِئَن نالوءِ، تِئَن مُون وَڏو آسِرو؛
خالِقَ! تُنهِنجي ڪاندِ جو، پَرو پاندُ نه ڪوءِ؛
نالو، ربَّ! سَندوءِ، رَهِيو آهِم رُوحَ ۾.

7

صاحِبَ! تُنهِنجِي صاحِبِي، عَجَبُ ڏِٺِي سُون؛
پَنَ بوڙِين پاتالَ ۾، پَهَڻَ تارِين تُون؛
جيڪَرَ اچِين مُون، ته ميرِيائِي مانُ لَهان.

8

جيڏو تنُهِنجو نانءُ، پاجَهه به اوڏِيائي مَڳانءِ؛
رِءَ ٿَپين، رِءَ ٿُوڻِيين، ٿِڦُن چِپَرُ، تُون چانءَ؛
ڪُڄاڙو ڪَهانءِ؟ توکي مَعلُومُ سَپَڪا.

9

سَتَرُ ڪرِ سَتّارَ! آءٌ اُگهاڙِي آهِيان؛
ڍَڪِئين ڍَڪَڻهارَ! ڏيئِي پاندُ پَناهَ جو.

وائي

مُون کي نِندَ نه نيڻين نيڻين، ڪالَهُون پوءِ لَڪَن ۾.
موٺُ تُون آيَلَ! مُنهِنجِي ماءُ! تان تو ڏُکُ نه ڪيڻين ڪيڻين؛
هُوءِ نه نيڻِم پاڻَ سين، جا ويندڙِي سيڻين سيڻين؛
ڪالهُوڻِيان اَڄُ گهڻِي، جهورَڙِي جهيڻين جهيڻين.
ٻيُون سَپُ واڳِيون وَرَنِ سين، آءٌ جا واڳڙِي ويڻين ويڻين.
هِنئَڙو ڏاڙهُونءَ گُلَ جِئَن، روئي رَتڙو نيڻين نيڻين.
اَلا! عَبْدَاللَطِيفُ چئي، مُحِبَّ اسان تُون ميڙين ميڙين.

داستان ٿيون

1

ڪَرِ ڪو پيرو ڪانڌَ! مُون نِماڻِيءَ جي نِجهري؛
پِرِين! تُنهِنجي پاندَ، ڏولا! ڏِڪِي آهيان.

2

جِئَن تون قائِمُ، ڪانڌ! تِئَن آءٌ وَرَ! وِلَهي نه ٿِيان؛
پَکي چِنان پاندَ، ڳَنڍُ نه ڇاڻي ڪو پِيو.

3

ڪانڌَ ٻِيُنِ ڪيتِرا، مُون وَرُ وڏِي ڪاندِ؛
پاڻا ڏَڪي پاندِ، جي ڏِسي ڏوهُ اَکِيُنِ سين.

4

وَرَ سين وِڇِهيو ڪانِ، ڪَرَ سين کِلَڻ پائِيين؛
پورِي! مُنڌَ اَجاڻِ، ڪَڻَ چَڏِيو تُهَ ميڙِئين.

5

سُتا! اُٿِي جاڳُ، نِنڊَ نه ڪَجي ايتِرِي؛
سُلطانِي سُهاڳُ، نِنڊُنِ ڪندي نه ٿِئي.

6

ڪِي سُمهُ، ڪِي جاڳُ، نِنڊَ نه ڪَجي ايتِرِي؛
اِيُ مانجهاندي جو ماڳُ، جو تو ساڻيهُ پانئِيو.

7

جاڳَڻَ مَنجهان جَسُ، آهي اَدا! جن کي؛
لاهي جو، لَطِيفُ چئِي، مَٿان قَلْبَ ڪَسُ؛
وَرنهَ! ڪَجان وَسُ، صُبُحَ ساڻ، سَيَّدَ چئِي.

8

هِي تان ٿورَڙِيُون، جي ٿُون، پورا! پَسِي پُلِئِين؛
راتِيُون ٻِيُون گهڻِيُون، جي تو اِينڍِيُون هيڪِلي.

9

سُمَهڻان ساڙو، جيڏِيُون! جيڏو ئِي ٿِيو؛

پِرِين سين پاڙو، مُنهِنجو نِنڊَ نِبيرِيو.

10

پِرَهَ ڦُٽِي، راتِ گـئِي، جهيٽا ٿيا نَڪَٽَ؛
هارِي! وِيَءَ وَٽَ، گهٽا هَٽَندِينءَ هَٿَڙا.

11

پيئِي جا پِرِياتِ، سا ماڪَ مَ پَسو ماڙُهئا!
روئِي چُڙِي راتِ، ڏسي ڏُکوِيَنِ کي.

12

ڍولُ مَ ڪٽي ٻانهَنڙِي، پِرِهَ مَ ڪَـٽي پاندُ؛
آءٌ پَنهِنجو ڪانڌُ، لوڪان لِڪي رائِيان.

13

ڦِريا پَسِي ڦِيڻُ، ڪَرِيَنِ ڪِيرُ نه چَکِيو؛
دُنِيا ڪارَڻِ دِينُ، وِڃائي وِلَها ٿِيا.

داستان چوٿون

1

روهِ راماٽا ڪَنِ، اَڄُ پڻ هَلَڻَ هارِيُون؛
ڪَرڳِلُ ڪُونجَڙِيَن، رائي ۾ راتِ ڪَيو.

2

وَڳـرُ اُڪِيري سَرُ سارِيو، سُورَ چَري؛
جُهري جِهجِندي ڏِئي، سَنِيها کي سَڄَڻين.

3

وَڳـرُ وِساري، ويٺينءَ ڪِئن ماٺِ ڪَري؟
ڪِ تو نه ماري، رُڻُ جُهڻُ سَندِي سَڄَڻين؟

4

وَڳـرَ وِيا وَهِي، ڪالَهه تُنهِنجا ڪُونجَڙِي!
ڪَندِينءَ ڪوهُ رهِي، سَر ۾ سُپيرِيُنِ ري؟

5

وَڳـرَ ڪَيو وَتَنِ، پِرِتِ نه چِنَنَ پاڻَ ۾؛

پَسو پَکِيَڙَنِ، ماڙُهنِئان ميٺُ گهٽو.
6
مَ لنئُن ڪُونجِي! ماٺِ ڪَرِ، چورِ مَ هِنئين چاڪَ؛
ڦِٽِيُون جي فِراقَ، سي گهرِ گهارِينديُون ڪيتِرو؟
7
ڪُونجَڙِيءَ ڪالَه لَنئِي، سَڄَڻَ وِڌَمِ چِتِ؛
آءٌ جِنين رِءَ هِتِ، گهنگهرَ گهارِيان ڏِينهَڙا.
8
اُتَرَ ڏي آلاپَ، ڪالَهُونڪَرَ ڪُونجَ ڪَرِي؛
پِرِين پَسِي مَنجِهه خوابَ، وِهاڻِيءَ وايُون ڪَرِي.
9
ڪُونجُون ٿِيُون ڪُٽِڪَنآِ، جيڪُسِ هَلَڻَ هارِيُون؛
ٻَچا پوءِ اَٿَنِ، وَڃَنِ وانڌا ڪَندِيُون.
10
آيُون ڍورَ ڍِرِي، اصُلَ سَندي آسِري؛
ڪَنيَڙَ پُونءِ ڪَرِي، پاڻان پَير ڏُکويا پَکَٽِين.
11
ڪُونجَ نه لَکِيو ٻاڻُ، مارِيءَ سَندي مَنَ ۾؛
اوچِتي پَرياڻَ، وَڳـرَ هَٽِي ويچُون ڪَيا.
12
ڪُونجَ! نه پَسِين ڪڪَ، ڍَٻُ جَنهِن سين ڍِٻيو؛
مارِيءَ ماري لَڪَ، وَڳـرَ هَٽِي ويچُون ڪَيا.
13
مارِي! مَرِين شالَ! ڍَٻَ وَڃَنِئِي ڍِٻِيُون؛
جِئَن تو اَچِي ڪالَ، وِڌو وِڇُ وِرِهَنِ ڪي.
14
ڪَيرَ ڪَرِيندِي رِيسَ، آيَلِ! سَنگهارَنِ سين؛
جنِين جي خَمِيسَ، وارِيُون واري چَڏِيُون.
15

جِيَنِ سي سَنگھارَ، اَجھي جنِين گھارِيان؛
مانَ لَهَنِئُون سارَ، وِچِ وِلَهين ڏِينهَڙين.

16

جي پانئِين وَسَ چَران، ته سَنگھارَنِ سين لَڏِ؛
ته هاجي سَندِي هَڏِ، ڪُوڪَ نه سُٽِين ڪَڏهِين.

17

مَنڊِيُون مَٿِ گُڙَنِ، جھوڪَ به سُونهَنِ پَهِيَڙا؛
سَندِي سَنگھارَنِ، جُوءِ جِئاري جَڏَڙين.

18

جاڳو، جاڙيجا! سما سُک مَ سُمهَو؛
پَسو، آن پاريا، لاکو ٿو لوڙيُون ڪَري.

19

ٿاٿُونڪِينِ پَلاڻَ، سَدا هَٽَنِ ڪَرڪِرا؛
لاکي لوڙائِنُ جا، اَهِڙا ئِي اُهجاڻَ؛
ڏيئِي تَنگَنِ تاڻَ، ڪُوڪَ ڪارِيندا ڪَچَڙي.

20

ريبارَڻِ! رِيجهاءِ، لاکو لوُلاٽِيُنِ سين؛
سائُو مانَ سَندِياءِ، ٿَٺُ مَٿائي ٿاڪُرُو.

21

لاکا لَکَ سُڄَنِ، ڦُلاڻِيءَ پيرُ پِيو؛
جَنهن پَرِ راڻا، راڄِيا، ڪوٺَنِ مَنجھ ڪُنبَنِ؛
جَنهِن جو جاڙيجَنِ، سُتي سَنچو نه لَهي.

22

لاکو لکِيءَ تي چَڙهي، لَکِي لاکي هيٺِ؛
سونهرايُون سِرِ ڪَيو، پيڙِي بَڏي بيٺِ؛
ڪَندو ڏَمَرَ ڏيٺِ، صُباحَ ساڻُ سَيَڪَنهِين.